# روشن تارا گيت

(چوند گيت ۽ ٻاراٽا ٻول)

سهيڙيندڙ

محمد ابراهيم جويو

اعجاز احمد قريشي

ادل سومرو

Sindhica

سنڌيڪا



# گيتن ۽ ٻولن جو سٽاءُ



(حق ۽ واسطا محفوظ)


ڪتاب: روشن تارا گيت
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي
ڇاپو: ٻيو
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز، ڪراچي
تعداد: هزار
ملهہ: ويهہ رپيا


## گذارش

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن (سگا) جو نالو، اڄ ڪنهن بہ سنڌواسيءَ لاءِ اوپرو ڪونهي، هن سماج سڌار تنظيم جا هزارين ڪارڪن ’پنهنجي مدد پاڻ ڪريو‘ جي اصول تحت گذريل ويهن سالن کان سماجي خدمتن ۾ مصروف آهن.

سنڌ ۾ معياري تعليم کي عام ڪرڻ واسطي، سگا پنهنجي وس آهر ڪوشش ۾ مصروف آهي. سنڌي ٻارن کي سندن ئي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيارڻ واسطي في الحال ’روشن تارا‘ ڪي- جي ۽ پرائمري اسڪولن جي رٿا تي عمل ٿي رهيو آهي. انهيءَ پروگرام تحت پندرهن اسڪول ڪم ڪري رهيا آهن ۽ ڪجهہ تيارين جي مرحلن ۾ آهن.

هن کان اڳ اسان تصويري الف ب ٻ جو ڪتاب شايع ڪرايو آهي. هينئر، ٻارن کي ياد ڪرائڻ لاءِ، روشن تارا گيت ۽ ٻولن جو ڪتاب خوبصورت تصويرن سان سينگاري پيش ڪري رهيا آهيون.

سنڌيڪا اڪيڊمي سنڌي ٻوليءَ ۾ علم ۽ ادب جي ترقي لاءِ ٿورڙي عرصي ۾ نمايان خدمتون سر انجام ڏنيون آهن. هن ڪتاب کي تصويري صورت ۾ ڇاپڻ جو ذمو کنيو ۽ آئنده اشاعت ۾ تصويرن کي مڪمل رنگين بنائڻ جو ارادو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ وٽندڙ گيت ۽ ٻول ايترا تہ دلچسپ آهن جو ٻارن کي آسانيءَ سان ياد ڪرائي سگهجن ٿا.

آخر ۾ انهن شاعرن جا ٿورائتا آهيون، جن جا ٻول ۽ گيت هن ڪتاب ۾ شامل آهن.

**مظهرالدين ميمڻ**
چيئرمين روشن تارا مرڪزي ڪاميٽي

## ڏٽيءَ جا گيت

گيت ڏٽيءَ جا گڏجي ڳايون
جو ٿو ٿڌڙا مينهن وسائي
باغن ۾ جو انب پچائي
ويس گلن کي جو پهرائي
اَنَ پچائي گاهَ اُپائي
عرش ۾ جو تارا ٽمڪائي
تنهن مالڪ کي سڀ ساراهيون
گيت ڏٽيءَ جا گڏجي ڳايون.

# جُھو جُھو ماٽِي

جُھو جُھو ماٽِي
لسِي پنھنجي گھاٽِي
مکڻ جي چاٽي
امڙ سياڻي
مکڻ جي ماٽِي
سُٽَ سندي آٽِي
آيو مينھن آيو
لٽڙا پُسايو
اجھو سج نکتو
لٽڙا سُکايو.

# پئسو لڌم پٽ تان

پئسو لڌم پَٽَ تان
پئسي ورتم گاهُ
گاهُ ڏنم مينهن کي
مينهن ڏنو کير
کير ڏنم امڙ کي
امڙ ڏنو لولو
لولو ڏنو ڪانوَ کي
ڪانوَ ڏنو کَنڀُ
کَنڀُ ڏنم راجا کي
راجا ڏنو گهوڙو
چڙهي گهم، چڙهي گهم.

# اچو ڙي ٻارو

اچو ڙي ٻارو
راند جو وارو
اَڪ جون ڪاٺيون
نِم جا پاوا
ڊوڙي اچي ڊِگهڙ ڪائو
موٽي وڃي مڪڻ ڪائو
جيڪو پيءُ کي پَڳَ ٻڌائي
سوئي ماڪي مڪڻ ڪائي.

- استاد بخاري



## ڀت تي جهرڪي

ڀت تي جهرڪي
مينهن آيو تِرڪِي
ائٽ ۾ چموٽِي
مينهن آيو موٽِي
اُکري ۾ ڪڪڙو
مينهن آيو تڪڙو
وس وس مينهن
ڏهہ ڏهہ ڏينهن
ڏهين ڏينهن تِڙڪو
گهنگهرو ڇڻڪو
ڇڻڪ ڇڻڪ ڇم ڇم
وسيو مينهن لٿو غم .





# آس وطن جي

نندڙا منڙا سهڻا ٻار
آس وطن جِي ۽ آڌار
هاڻ پڙهڻ جي ڪيون تياري
ديس جي ٽيندي ناماچاري
لفظ پڙهون ٿا سؤلا سؤلا
گيت سکون ٿا منڙا منڙا
راند ڪندي ٿا علم پرايون
علم پرايون سمجھ وڌايون
نندڙا منڙا سهڻا ٻار
آس وطن جي ۽ آڌار.

# واهه ڙي تارا

واهه ڙي تارا، گول تارا
روشن تارا چِلڪي وارا.
سانجهيءَ ٽاٽي نڪرو ٿا
اُڀ سڄي ۾ پکڙو ٿا.
چِلڪو چمڪو ساري رات
ڪجي اوهان جي کهڙي بات.
رات لنگهي يا باقي ڇا؟
اوهين ٻڌايو واتَ اها.
جوت اوهان جِي، جي نه هجي
واٽهڙُو ڪر واٽ مُنجهي.

# جو کير پيئي

جو کير پيئي، سو وِير ٿئي،
ڏند زور وٺن، سٺا سھڻا لڳن،
اکين جوت وڌي، ڏاڍي سونھن ٿئي،
وٺي زور بدن، لڳ چست ٿين،
کير صفا سٺو، واه! ڏاڍو مٺو،
ٻارو! اچو پيئون، ڀري کير وٺيون،
سڀ زور وٺون، پي کير وڌون،
ڏي کير امان
پي پڙھڻ وڃان.



# . منٽڙا گھوڙا

منٽڙا گھوڙا اوري آءُ
خوب خوشيءَ سان داٽو ڪاءُ.
پنھنجي منھن تان لاھ لغام
تازو گاھ ھلي چر جام.
جتي چرڻ لئہ آھي گِاھ
اتي وھي تو سھڻو واھ.
ھاٽي ان مان پاٽي پيءُ
ڍءُ ڪري تون گد گد ٿيءُ.
جڏھن شام جا وڄندا پنج
توتي وجھندس سھڻا سنج.
ٻالڪ چوندا ڊوڙو ڊوڙو
ڏسو ڪڪي جو سھڻو گھوڙو.
توڙي ھٿ ۾ چھبڪ ڪٽندس
منٽڙا توکي مُور نہ ھٽندس.

- ڪشنچند بيوس

# ٽنڊڻي

ٽنڊڻي ڙي ٽنڊڻي!
اسين تنهنجا ماٺهو، ڇپينداسين ڏاڙهون.
هيءَ ککر کهڙي، ستن پائرن جهڙي
ست ئي پائر در تي، ٻيڙي آئي تڙ تي.
ٻيڙيءَ وارا آيا، ڇپيون ڇنڊيندا آيا.
هڪ ڇپيءَ ۾ موتي، ڇتي منهنجي پهتي.
ادل کي ڇئجانءِ، مامل کي ڇئجانءِ
گُڏو گُڏي آڻجانءِ، سون ۾ مڙهائجانءِ
چانديءَ ۾ چَمڪائجانءِ، روپئي ۾ تورائجانءِ
بنگلي ۾ ويهارجانءِ
آءُ تہ گُڏين راند کيڏون.

# سَويلَ سُمهِجي



سويلَ سمهجي، سويل اٿجي
اول ڏٿيءَ جو نالو ڳنهجي.
ماءُ ۽ پيءُ جو چيو مڃجي
سدا ادب ۾ تن جي رهجي.
نت استاد کي مانُ ڏجي
جيئن هو چوي تيئن ڪجي.
ڀاءُ ۽ ڀيڻ سان رکجي پيار
تن سان ڪو نہ ڪجي تڪرار.
ڪوڙ نہ چئجي ڏجي نہ گار
شيءِ چورائي ٿجي نہ خوار.
هن نصيحت تي جو هلندو
مائٽ مٽ کي سو وڻندو.





## ڪڪڙ ۽ ٻچا

اَن ڪٽا ڪي
جتي ڏسي ٿي
ڪَٽ ڪَٽُ
ڪُٽ ڪَٽ
ڪُڪِڙ ڪَري ٿي
ٻچا سڏي ٿي
گڏجي سڏجي
سڀُ ڪائِن ٿا
پاڻ ۾ گڏجي
پوءِ ڳائِن ٿا
چُون چُون
چُون چُون
چُون چُون
چُون!
اِمڙِ سٺي
آهين تون
شالَ سدائين
جِيئين تون!

- نصير مرزا



# جيءُ جيءُ ادڙا

جيءُ جيءُ ادڙا
جيءُ جيءُ ادڙا.
پڙهي لکي تون
علم سِکي تون
وڏڙو ماڻهو
ٿيءُ ٿيءُ ادڙا.
جيءُ جيءُ ادڙا.
سُک پسين تون،
خوش وسين تون،
منڙا کيرُ
پيءُ پيءُ ادڙا
جيءُ جيءُ ادڙا.

- اياز گل

# مينهُن وسي ٿو

مينهن وسي ٿو ڦڙ ڦڙ ڦڙ ڦڙ
جُهڙ ڪري تو گڙ گڙ گڙ گڙ.
رستو ويو پاڻيءَ سان ڀرجي
ننڍڙيون ٻيڙيون آيون ترجي
ڏُٻو جڻ درياءُ لڳي ٿو
هرڪو ان ۾ تار تري ٿو
ڇوڪرَ ننڍڙا ترندا آيا
سڀني گڏجي گيت هي ڳايا:
مولا سائين! مينهن ججهو ڪر
رستو پاڻيءَ ساڻ سڄو ڪر.

- ذوالفقار سيال

# لغڙ

موڪل جا ڏينهن آيا آيا
اُپ ۽ ٻارن لغڙ اُڏايا.
مون ٻي لغڙ اُڏايو آهي
اوچتو عرش پڄايو آهي.
لاٽونءَ وانگر ڦيرا پائي،
سرٽين جيئن لامارا لائي.
پنهنجي دلڙي تو پرچايان،
خوب ٻين کي تو چيڙايان.
ڏس! هوءَ واچ ڏکڻ جي آئي
لغڙ ڇڪيو ۽ ڏيو توائي.

- مختيار ملڪ

# جهٽ پٽ ۾

جيڪو نينگر محنت ڪندو
پاس ٿيندو جَهٽَ پَٽ ۾.
ڏيان سان جيڪو سبق نہ پڙهبو
وسري ويندو، جَهٽَ پَٽ ۾.
جيڪو ٻالڪ ورزش ڪندو
بالُ جهٽيندو، جَهٽَ پَٽ ۾.
سڏ ڪرڻ تي سٺو ڇوڪر
ڊوڙندو ايندو، جَهٽَ پَٽ ۾.
سدوري نينگر کي هر ماڻهو
پيارِ ڏيندو، جَهٽَ پَٽ ۾.
علم جو ڏيئو اونداهيءَ جي
پاڙَ پٽيندو، جَهٽَ پَٽ ۾.

– ادل سومرو







ننڍڙا منڙا سهڻا ٻار
آس وطن جِي ۽ آڌار
هاڻ پڙهڻ جي ڪيون تياري
ديس جي ٿيندي ناماچاري
لفظ پڙهون ٿا سؤلا سؤلا
گيت سکون ٿا منڙا منڙا
راند ڪندي ٿا علم پرايون
علم پرايون سمجھ وڌايون
ننڍڙا منڙا سهڻا ٻار
آس وطن جي ۽ آڌار.

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو. پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪِٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو ورهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن ڄاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)